# روحل فقير جون رمزون

## ڪتابڙيءَ جو ڪلتار



مرتب
صوفي شفيع محمد سومرو
"صادق چوٽون"

# روحل فقير جون رمزون

## کنبڙيءَ جو ڪلتار



مرتب: صوفي شفيع محمد صادق چوتون

# ارپنا

(داتا جان محمد شاهه جيلاني) گادي نشين داتا فيض درياهه شاهه جيلاني انباهه شريف جي نالي

حق موجود - دم دستگير

صوفي شفيع محمد صادق چوٽون

روحل نام ڪمايا هم هين آپ وهي آپ
سَرَو اوتار ڪاسر ڏٺي سڀ سنتن سر ڇاپ

★

(روحل روح الله سان وڃي ٿيو هڪ هڪ)



ڪتاب جو نالو: روحل فقير جون رمزون

مرتب: صوفي شفيع محمد سومرو (صادق چوٽون)

موضوع: صوفي شاعري

ڪمپوزر: عمران علي ميراٽي

السعود ڪمپيوٽر سينٽر سکر فون: ٠٧١٥٠٠٠٩٠٧

تعداد ١٠٠٠

قيمت: =/٦٠ اڪريون سٺ

ڇپيندڙ: ميراٽي پريس ڊڪ روڊ سکر فون: ٢٦٥٤٧

ڇپائيندڙ: "صوفي صادق پبليڪيشن" ٺڪرائو روڊ ڏنڊي

ڇپائي جو سال: ٢٠٠٥ع

ملڻ جو هنڌ:

ستار سومرو ريڊيو سروس مسان روڊ روهڙي

(سنڌيڪا اڪيڊمي دوڪان نمبر 19 بلديه پلازه سکر)

فرخ ڪتاب گهر (بيراج روڊ سکر)

انجنيئر علي اصغر سومرو (ڏنڊي)

# ترتيب ڪلام

عجائب رمز رباني
غنادي صاحب صوفي
فکر کنون سب حاصل
کتابان پڑھي کي
قدر فقر دا چاٹي اوئي
لون لون دي وچ
موج محمدي اندر
نوبت وجدي عشقان
عنايت کيتي ساقي
کڈين چاغير وچون
فکر چوڑيا جهان دي
قيوم کرم کنده
گيان جهان دي اندر
لگن دل دي اندر لگي
محمد پيدا کيتو کارڻ
نياهو رنگ تنهان دي
وصال وچوڑي داهڻ
همراز هميشہ دلبر
لقاءِ ڏيکڻ دي طالب
اول آخر سوئي ذاتي
ياري کر عشق ڏتوئي

- الله كرياد سدانت
- بديان كر تون سدائين
- تن گھول گھتين سچڻ تون
- جھان دنيا دا طالب
- حضور هميشہ هر دم پلي
- خالق دا خيال جنھان كنون
- دما مادل دي اندر
- ذرا كچ توبن ناهين
- رانجھن دي سک جنھان كون
- زاري وچ رهين هيمشہ
- سچڻ دا صحيح سجاڻي
- شتاب عمر وهاڻي
- صبوري كر دل كون
- ضرورت مليا لوڑين
- طالب مطلوب ملڻ دا
- ظاهر باطن سپ سائين
- موهہ اهنكار كنون
- ويكين جنسار
- هدايت حق دي
- لون لون دي وچ لات
- يقين دي منزل چاڻين

Scanned with CamScanner

- کایا کوٹ ڈسین
- بي خبري دي نيند وچون
- جنهن دي سک سوئي
- چپ چپاتي ويڙهي
- اهو رانجهن اهو ماهي
- نہ نيهي لابهن جماعتان
- جي نيهي وچ سجڻ دي
- جنهن کون نيهن لگا پياري دا
- جڏاهن تون
- جهان رمز رباني لڳي
- سهڻي صورت ويکڻ کارڻ
- ذات ملي وچ ذاتي
- چشمان آب حياتي دا
- چاڻ خودي تان خود کو
- اي سنسار ٺگپان ٺگ بازي
- تون درياه سير پر مچلي
- کوجو کامڻ کيتو
- تتاساقي شوق شرابون
- ديدار دروني اندر
- خانزادا پانهي جنهن اندر
- عاشق اوراد پر اياسي

- نہ ڪو خير ڪلڻ ۾
- ٽيي هٽي پاڻ ۾
- بڪن مڙيئي بات
- جن ويراڳ وجود ۾
- برهہ ۽ بيراڳ جي
- جي رنگ رچي رام
- جي ننگ ڇڏي نانگا ٿيا
- شاهوءَ فقير جا سوال ۽ روحل سائين جا جواب
- ڪندڙيءَ جي درگاهہ جا طالب
- صوفي جلال فقير ٽالپر
- صوفي ٿانور داس شڪارپور
- مراد فقير زنگيجو

# ڪنڊڙي جو ڪلتار:

جهوڪ جي جهانگي، سنڌ جي صوفين جي سرتاج، شاهه عنايت شهيد جي شهادت جي اُئين سال سن 1726ع ۾ عمر ڪوٽ ويجهو هڪ پٽ تي آباد، ساهيوال مان آيل زنگيجن جي گهرن ۾، ميان شاهوءَ جي گهر هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو رکيائون روحل (روح الله) ۽ بعد ۾ اها پٽ "روحل واءِ" ۽ روحل جي پٽ" جي نالي سان مشهور ٿي. زماني جي مروج تعليم مطابق عربي ۽ پارسي پڙهندڙ ٻالڪ ماحول ۾ موجود هنديءَ کان پڻ متاثر ٿيو. ٻيو ته روحل واءِ جي علائقي تي راجستاني ٻولي ۽ ثقافت جو تمام گهڻو اثر هو جنهن ڪري روحل لاءِ هندي جو معاورو ڪا اوپري ڳالهه نه رهي.

روايتي ظاهري علمن ۾ پڙ ٿيڻ ڪانپوءِ نوجوان روحل ۾ پاڻ سڃاڻڻ جي ترپ پيدا ٿي جنهن جي پورائي لاءِ هن صوفين ۽ سنتن ٻنهي سان واسطو رکيو ائين روحل جهوڪ جي ٻئي گادي نشين سائين عزت الله جي حلقي ۾ آيو.

شاهه شهيد جي شهادت بعد جهوڪ جي صوفي تحريڪ اتي ئي ختم ٿي وئي. سائين عزت الله پنهنجي مريدن کي خالص تصوف جي تعليم ڏني ۽ رياضت تي زور ڏنائون. ائين ئي روحل روحاني منزلون طئہ ڪري رهيو هو ته پنهنجي ماسات راڄي ليکي جي مدد سان ميان غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ ملازمت ۾ گهڙيو ۽ ترقي ڪندي توشہ خاني جو امير مقرر ٿيو.

عمر ڪوٽ ۾ رهندي روحل فقير جي صحبت ڏونگر سي مهراج سان پڻ رهي جنهن ڪيس ويدانتي ستي پياري نرگڻ مارگي رچنائن ڪان واقف ڪيو. مهراج جو اثر روهل سائين جي شاسترن ۾ پڪڙيو پيو آهي. ميان غلام شاهه جي ملازمت دوران پڻ فقير روحاني شغل جاري رکيو ان مطابق ته "هٿ حاج مر دل يار ڏي" . سنڌ ۽ جوڌپور جا شروع کان تمام سٺا تعلقات رهيا آهن. روحل فقير جو ميان غلام شاهه جي اهم درٻاري هجڻ سبب جوڌپور سفارتي ڪم ڪار سان اڪثر اچڻ وڃڻ هوندو هو ۽ ٻيو ته ڏونگرسي مهراج جو راجستان ۾ تمام وڏو اثر هو، سندس صحبتي رهن سبب جوڌپور جو راجا ٻخت سنگهه روحل سائينءَ جو تمام گهڻو معتقد هو. روحل فقير جو ڪلهوڙن جي ملازمت ڇڏڻ جو اهم سبب

مياں سرفراز جو پيءُ کي ڪفن ۾ سندس آندل جوڙي نه ڏيڻ چيو وڃي ٿو جنهن فقير سائينءَ جو دنيا جي بي ثباتي ۽ رشتن جي خود غرضيءَ ۾ يقين پڪو ڪيو. عمرڪوٽ ۾ رهندي ۽ غلام شاهه جي مصاحبيءَ ۾ هوندي سندس شاهه ڀٽائيءَ ۾ پڻ وڏو اعتقاد هو جنهن جو اظهار پنهنجي شاعري ۾ ڪيو اٿس پر اهڙي ڪا مستند روايت نه ٿي ملي ته هن جي ڪڏهن شاهه سائينءَ سان روبرو ملاقات به ٿي يا نه ؟ نوڪري ڇڏي ڪرڻ ڪانپوءِ مرشد جي در جهوڪ ميرانپور ويو ۽ وڃي شاهه شهيد جي درگاهه ۾ معتڪف ٿيو تان جو ڏٺين جي حڪم سان ان وقت جي گادي نشين سائين محمد زاهد روحل فقير کي ويس ڍڪايو ۽ ڪيس سفر جو امر ٿيو ته اتي ويهي جتي ڪيس روڪ ٿئي. ان سفر ۾ سندس سالو ۽ مرشد ڀائي مراد فقير (1743-1795) ساڻن گڏهو. اتر طرف، امر موجب هلندي اچي ڪوٽڏجيءَ ويجهو پهتا جتي هڪ ڳوٺ ۾ ڪجهه وقت رهيا. ۾ مقامي سيدن جي نه سهائڻ ۽ مراد فقير جي ساڻن تڪر سبب ڪوٽلي لڏي آيا جتي مير صاحب کين ڪجهه زمينون نذر ڪيو پر 1795ع ۾ ڀهراڻ جي پاند اٽڪڻ کي هاديءَ جو حڪم مڃي، لڏو لاهي ويهي رهيا جيڪو ڳوٺ ڪنڊڙي سڏجڻ ۾ آيو. سن 1782-83ع ۾ فقير روحل سائين جوڌپور جو سفر اختيار ڪيو، هن دفعي جوڌپور ويندڙ روحل باقاعدي ويس وارو صوفي هو جتي راجا بجي سنگهه کي روحاني اپديش ڏنائين جيڪو سوال جواب جي صورت ۾ آهي ۽ راجا باقاعدي فقير جي مريدي اختيار ڪئي.

روحل سائين سنڌي، سرائڪي، فارسي، اردو ۽ هندي ٻولين ۾ شاعري ڪئي. سنڌي ۽ سرائڪي بيت، سي حرفيون ۽ ڪافيون سندن ڪلام جو صرف ويهه سڪيڙو مس آهي جڏهن ته اسي سيڪڙو ڪلام هنديءَ ۾ آهي.

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي لکي ٿو، ”روحل فقير جي سڀ کان وڏي خوبي اها آهي ته هن مسلمان هوندي به هندو ڌرم جي گرنٿن، شاسترن ۽ فلسفي جو گهرو مطالعو ڪيو آهي ۽ پنهنجي شخصي انڀوءِ جي آڌار تي ادوئيت، ويدانيت، يوگ، گيان، ڀڳتي ۽ ڪرم جهڙن موضوعن تي هنديءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ مونکي اڄ ڏينهن تائين اهڙو ٻيو ڪو به سنڌي شاعر

نظر نہ آيو آهي. ان لحاظ کان روحل فقير جو درجو سنڌي جي مڙني شاعرن کان نرالو ۽ يگانو آهي".

پرمان چوان ٿو تہ شاهو فقير، فقير غلام علي، دريا خان فقير ۽ مراد فقير جي هندي رچنائن کي گڏ ڪري رکڻ سان اهو ثابت ٿئي ٿو ت ڪنڌڙيءَ جي ڪلتارن سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجو ۽ اصلوڪو "گروگرنٿ" مهيا ڪري ڏنو جيڪو اسان تي اپز احسان آهي. روحل سائينءَ جي هندي رچنائن جو وچور هن ريت آهي.

(1) شاستر من پربوڌ (2) شاستر ا اڌيڌ گرنٿ
(3) نج مول گرنٿ (4) شبد
(5) پندرهن تٿيان ڪو ويچار (6) ٻہ سي حرفيون
(7) اگم وارتا.

جن مان ٽيون، چوٿون ۽ ڇهون نمبر ڊاڪٽر شوق صاحب 2001ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. جڏهن تہ انڊيا ۾ سڀ گڏ ڇپجي چڪا آهن.

روحل فقير ڇائيتاليهہ (46) سالن جي عمر ۾ ڪامل فقيري اختيار ڪئي اهڙي طرح سندن وڏن معاصرن ۽ همعرن ۾ سائين عزت الله جهوڪ شريف، مخدوم محمد زمان لواري وارو، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، مراد فقير، خواجہ عبدالحق درازي، پير محمد بقا لڪياري، چنيہ فقير اچڻ، سيد شرف الدين محمد صالح شاهہ لوءِ صاحبان مير جان الله شاهہ روهڙي وارو، خواجہ محڪم الدين سيلاڻي ۽ خواجہ عبدالغني نقشبندي نوشهرو فيروز صادق فقير ڪتي سنگرار وغيره اچي وڃن ٿا.

روحل سائينءَ جا اڪثر طالب مسلمانن کان وڌيڪ هندو ٿيا ڇو جو پاڻ انهن تي گهڻو ڌيان ڏنائون. ان طرح سنڌ ۽ هند جو هي يڳانو، ڪامل فقير، سنت، ساڌو ستگرو، ڪبير روپ سائين روحل فقير سن 1804ع ۾ راهہ رباني وٺي ويو. کيس چار پٽ ٿيا جيڪي ٻن زالن مان هئا. شاهو فقير، غلام علي فقير، خدا بخش فقير ۽ دريا خان فقير، جن پنهنجي والد جي واٽ کي قائم رکيو خاص ڪري دريا خان فقير صوفياڻي شاعريءَ ۾ واهڙ وهائي ڇڏيا. روحل سائين جي درگاهہ اصل وڏي ڪنڌڙيءَ ۾ آهي جتي سواءِ دريا خان فقير جي سندن ٽي پٽ ساڻن گڏ مدفون آهن. فقير جو ميلو 4 ۽ 5 شوال تي ڪنڌڙي ۾ وڏي ڌام ڌوم سان لڳندو آهي.

صوفي ساگر ابڙو

## شاعر بابت ڄاڻ:

ميان روحل الله عرف روحل فقير ولد شاهو فقير ذات زنگيجو هو. سندس وڏا اهل پنجاب جي ڳوٺ لونگڙيہ جا ويٺل هئا. جتان روحل فقير پنهنجي عزيزن سان لڏي اچي ٿرپارڪر ضلعي ۾ عمر ڪوٽ لڳ رهيو ان ڪانپوءِ ميان روه الله غلام شاهہ ڪلهوڙي جي ملازمت ۾ گهڙيو هڪ دفعي ميان حرمين شريفين مان زمز جي پاڻي ۾ ترڪيل ڪفن جو ڪپڙو آندو پر سندس مرڻ ڪانپوءِ سندس پٽ سرفراز خان اهو ڪپڙو پيءُ کي ڏيڻ بجاءِ رکائي ڇڏيو روحل فقير جي دل جو لاڙو تہ نندپڻ کان ئي فقيريءَ ڏانهن هو ويترهي واقعو ڏنائين سولاڳاپا لاهي اٿي نڪتو ۽ وڃي جهوڪ ميران پور کان نڪتو 25 سال رياضتون ۽ مجاهدا ڪري مرشد جي نظر فيض اثر سان رڱجي ريٽ ٿيو ان ڪانپوءِ موڪلائي هلڻ لڳو مرشد طرفان ڪيس ارشاد ٿيو تہ جتي پنهنجي پاڻ روڪ ٿئي اتي تنهنجو وٿاڻ آهي فقير مرشد جي حڪم موجب هلندو هليو. آخر ان هنڌ سندس پهرياڻ جو پلاند ڪنديءَ جي وڻ ۾ اٽڪي پيو ۽ فقير لڏو لاهي ويهي رهيو. آخر انهيءَ هنڌ ڳوٺ ٻڏجي ويو ڪنڊڙيءَ جي وڻ ۾ اٽڪي پيو ۽ فقير لڏو لاهي ويهي رهيو. آخر انهيءَ هنڌ ڳوٺ ٻڏجي ويو ڪنڊڙيءَ جي نالي سان مشهور ٿيو. ڪيترائي ماڻهون سندس مريد ٿيا خيرپور جي مير سهراب خان جي بہ ساڻس عقيدت ٿي جنهن ڪوٽ ڏجي جي پرسان ڪين زمينون نذرانو طور ڏنيون جي ڪافي وقت سندن عزيزن جي قبضي ۾ رهيون ۱۸۰۸ع ۾ وفات ڪيائين ڪيس چار پٽ هئا روحل فقير پنهنجي وقت جو وڏو عالم فاضل ۽ عربي جو ۽ فارسي جوءِ هنديءَ جو وڏو ڄاڻو ٿي گذريو آهي. سنڌي هندي ۽ سرائيڪي ۾ بلند پائي جو شعر چيو اٿس روحل فقير وجودي تصوف جو وڏو شارح هو همہ اوست وحدت ڪثرت موت کان اڳ مرڻ وغيره مسئلن کي نهايت خوبي ۽ وضاحت سان سمجهايو اٿس هو وحدت اديان جو قائل آهي ۽ سندس هر هنڌ اها ئي لات ٻڌڻ ۾ اچي ٿي.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي

۱-۱-۱۹۸۶

## پنج ڪعبا

پهريون: اول ڪعبو "عرش عظيم" آهه
جت ڦرشتا فرمان ۾ راتو ڏينهن رهن.

★

ٻيو: ڪعبو "بيت المقدس" آهه
جنهن کي سيئي نبي ٿا نمن

★

ٽيون ڪعبو "بيت المعمور" آهه
جت ملڪ مڙئي ٿا سجدا ڪن

★

چوٿون ڪعبو "بيت الله" آهه
جت حاجي وڃي ٿا حج پڙهن

★

پنجون ڪعبو "قلوب المؤمنين"
عرش الله تعاليٰ چيو پاڻ ڏٺين.

★

مسلمان جيڪي پنهنجو "قلب" هٿ ڪن
تہ آهن ڪعبا بہ ڪو ڏياتن جا

★

تت تو ۾ الـثـبي (وينـد)
معنيٰ (تون هي تون)

سرڪليان: الف

سي حرفي: سرائيڪي:

الله دي نالي پاجهون ڪوڙي اور ڪمائي
دنيا ڏوتي سپ جڳ موهيا تيڪون سمجهه نه آئي.
نال رذالي لاتئي ياري ڏاريئي چاڻ نه ڪائي
جنهن اهين رن ڪنون منهن موڙيا "روحل" راهه حقيقي پائي.

ب:

بازي واهه بتائي صاحب طالب طلسم والي
ڪوئي سمجهي مرد حقيقت ساري التي چالي
حال حقيقت هال ڪرگهن جوئي ڪيل مقالي
سردي سودي پاجهون "روحل" لڳندي مشڪل لالي.

ت:

تات طلب رک هر دم دل پر طالب دلبر والي
باطن هويا برحال جنهين دا چاڻي نه اتڪل ظاهر والي
هر رنگ دي وچ ويکي ظاهر قدرت قادر والي
راز حقيقي ويکين "روحل" کولين ڪڙکي اندر والي.

ث:

ثابت ٻولي دلبر والبي باقي ڪوڙ ڪهاڻي
هر جاوسدا حسن حقيقي چاڻ اهوئي چاڻي
رمز حقيقت والي ظاهر هڪو ڦوتا پاڻي
حال اهو جي پاوين "روحل" منزل علي ماڻين.

ج

جڏان ڪر سر تي چايم بار محبت والا
حال عجائب سرتي آيا هر دم حيرت والا

هـر جا راڳ ربـوبـي ڳاوي مـطـرب وحـدت والا
سـڀ دي هـمـت نـاهـين "روحـل" چاٽـي هـمـت والا

ح

حقيقت حق دي هر جا ڪڏهان جلال تي ڪڏان جمال هويا
هر رنگ دي وچ وسدا اوهي گرچ بيچون بيمثال هويا
اهنـدا درجا آکان ڪهڙا جو حال حقيقت نال هويا
محنت واليان نون آسان "روحل" جنهن ڪيتا اون حال هويا

خ

خمر حقيقت پي ڪي طالب خيال خودي دا ڪاوين
بـاربـرهـ داسـر تـي چاويـن غيـر نـہ انـدر لاويـن
الانـسـان سـري وانـا سرہٗ گـيـت مـحـبـت ڳاويـن
سردا سودا ڪرڪي "روحل" وچ ميدان معرفت جاوين

د

دمـامـي درد ان والـي سـرعـشـا قـنان وڄدي
سـولـي اتـي مـشـڪـن چڙهدي ساجن ڏيک نـہ رڄدي
ويـر وروڌ نـہ چاٽـن هـرگـز صـاحـب صـولـت سـڄدي
"روحل" ڏيک بديان تون ظاهر قرب والي او ڪڄدي

ذ

ذڪـر فـڪـر دي نـال رهـين ايـهـ دنـيـا ڏوتـي چاٽـين
جڳ نـون جوئـي رول گـهـتـينـدي وحدت ويـسـهـ آٽـين
هـر گـهـت جلـوا دلـبـر والا جي تـون جوت پـڇاٽـين
"روحل" رڳهـ حقيـقـت پـاڪـي رتـبـا علـيٰ مـاٽـين

ر

رمز ربوبي ڄاڻڻ والي ذڪر ڪماون ذاتي
دم دم ويکن دلبر سيتي پاڪي اندر جهاتي
ڇٽ ڳئي مام مجازي ساري رهي ناصفت صفاتي
"روحل" ڏونهين رتبي اُهندي ڇا نفي ڇا اثباتي

ز

زباني ڪلمان پڙهندي مول نہ معنيٰ ڄاڻن
جنهان ڪلمان دل داپڙهيا سيج سکيان دي ماڻن
"لا" يحتاج گذارن هر دم وائي اورنہ واڻن
وحدت جي وڻجاري ٻٽڪي "روحل" سرسڃاڻن

س

سڃاڻن سر سڄڻ دا اوکا بار اٺاوڻ
وحدت والي وادي دي اندر مشڪل پيرا پاوڻ
سردا سودا ڪر گهن اول پيڇي راهہ پڇاوڻ
"روحل" سڀ دي حاجت ناهين ڪيميا قلب ڪماوڻ

ش

شَهَہ رڳ ڪنون ٻي ڪولون وسندا دوئي گهتيندي دوري
سيس نواڪي اندر ويکين ظاهر پريمي پوري
هر گهٽ دي وچ رنگ اُنهيندا ناري هي يا نوري
"روحل" جيون ساڪي ٻاجهون حق دي ڳالهہ اڌوري

ص

صاحب دي ياد ڪرين ايهہ ساهہ اتي ويساهہ نهين
محبت والي واهہ ڪنون ٻي روشن ڪوئي راهہ نهين
بار ملامت سرتي چاوين لوڪ رسي پرواهہ نهين

"روحل" دامن عشق دا پکڙين اس جيها شهنشاهہ نهين

ض

ضرورت تيکون کهڙي پيتا کوڙ کماوين
نال بران دي صحبت تيڏي انگ پيوت لڳاوين
امل حياتي قدر نہ ڄاڻين ناحق ويل وڃاوين
"روحل" نانءُ الله دي ٻاجهون کوئي خير نہ پاوين

ط

طالب ترک کرين جي طمع نال تمامي
هفت ولايت تيڏي خادم بڻجن صاف سلامي
تون صاحب دا صاحب تيڏا رمزنہ ڄاڻي آمي
"روحل" موت نہ ماري تيکون جي هوئين عرش مقامي

ظ

ظهورا ظاهر هر جا قدسي ذات دا سارا
موجان موج تلاطم اندر پريم گنگادي ڌارا
کرگهن حاصل حال حقيقت ول عمر نہ آسي يارا
"روحل" اکيان کول تي ويکين کتي سکندر دارا

ع

عجائب رمز رباني حال حقيقت والا
جنهن ڄاتا ڄاڻ محبت دا مگن ٿرن متوالا
عشق خمار دي وچ گهاري کيا گرمي تي کيا پارا
"روحل" گم اگم ۾ هويا وسرگئي کشت کشالا

غ

غنادي صاحب صوفي نظر تنهان دي عين عنايت
کيفي کيميا قلب کماون هر دم چاهن عشق سلامت

بي ظهور آبحياتي ماڻن نيهي نيهن نهايت
هر حالت دي وچ رهندي راضي شامت آوي يارحمت

ف

فقر کنون سڀ حاصل هو وي بي معنيٰ ايهہ دلگيري
دنيا اتي دين گنوائين کوڙي شيخي پيري
ساڌ سڏا کي مايا ميڙين کشف کرامت ميري
"روحل" راهہ حقيقت هٿ کرباقي چاڻ ظهيري.

ڪ

ڪتابان پڙهہ کي خوذ کون سمجهين عالم دانا
ڪنز قدوري ڪافيہ آسان مشکل محبت معنيٰ
علم عقل کنون جو وڏکئي طالب اوفرد فريد فرزانا
"روحل" رمز محبت والي سچ چاڻي مرديکانا

ق

قدر فقردا چاڻي اوئي جو رمز رندي دا حامل
موهہ کنون جو پاسي هويا پرُس سوئي ڪامل
ڪامي کيڏي اوديا اندر رهندا هر دم شامل
"روحل" ساڌ سنگت دي باجهون مُکتي من دي مشکل

ل

لون لون دي وچ جهوک جنهان دي آون ياد سدائي
ظاهر باطن ذکر تنهان دا اور نہ وٹندي وائي
ڦاذ کروني اذکر کم دي مرد بات بتائين
"روحل" مليا ياريگا نہ انگ انگ راحت پائي.

م

موج محمدي اندر پاتم سارا سرُ الاهي
رحمت عالم بڻکي آيا ڏيندا جڳ گواهي
عرشون منزل بالا تنهن دي جت اورنہ پهت راهي
"روحل" اشرف عالم اندر بيشک ميڏا ماهي -

ن

نوبت وڄدي عشقان والي پيرا ٿانهين کوپاوي
بار برهہ دا اوکا ڏاڍا سر ڏي کي سورهيہ چاوي

ع

عنايت کيتي ساقي ڏتس پريم پيالا
پيوڻ نال شراب طهور اندر ٿيا اجيالا
لونءَ لونءَ دي وچ ٿي خوشحالي مٽيا ڏک کشالا
"روحل" رنگ رباني رتا سدا مگن متوالا

ک

کدين چاغيرو چون تان ايهو عين سڏيوين
کايا نقطي سڀ جڳ موهيا ويک مطيع نہ ٿيوين
امر پيالا مرشد والاسر ڳهٽي رک........ پيوين ...
"روحل" وچ رندان دي مجلس عاشق نانءُ سڏيوين.

ف

فکر چوڙيا جنهان سي ئي فقير سڏيوين
هردم رنگ رباني رتي دکي مول نہ ٿيون
نت نيهي ميخاني دي وچ امرپيا لاپيون
"روحل" رنگ تنهان داڳوڙها موتو ٿي ڦرِ جيون.

ق

قيوما كرم كُنند اسان تيڏي تاري
عقل فكر دي چوپڙ رچيا ، جو پاسا جڳ ساري
حكم رضائين تيڏيان ڇلن رعيت كون ويچاري
"روحل" بازي تنهان جيتي ڄاڻ سمجهہ جنهان هاري.

گ

گيان جنهان دي اندر اُڀريا سورج سارا
ڀني رات پرم دي تنهان متيا سڀ انڌارا
چوڏهين طبقين تي روشنائي كليا گُل هزارا
"روحل" تي رب راضي تيا پايا نيهن نظارا.

ل

لگن دل اندر لڳي ڏٺي صورت ساري
پريم پيالا مرشد ڏتا چڙهي عشق خماري
جنهن دي سك سوئي شَهہ پايا من دي ممتا ماري
مليا دوست متي دلگيري "روحل" مِلك تمهاري.

م

محمد پيدا كيتو كارڻ روپ ظهورا
ذاتي روح تنهين وچ گهتيو وائي انحد تورا
گگن منڊل وچ ڀيني چوكي چكي شراب طهورا
"روحل" پُر كر پيالا مرشد مليا پورا.

ن

نيا هورنگ تنهان جي عشق الله دي رتي
كنون شراب حقيقي پي پيالي منگهہ متي
مليا دوست لتي دليگيري كون وڇوڙا گهتي

"روحل" جنهن تي نوشهہ راضي سا ڪيون چرخا ڪتي.

و

وصال وچوڙي داهڻ دوڪا مول نہ آڻي
چوڏهين طبقين هڪو سورج سڀ گهٽ جوت سمائي
جيوين جل ۾ ڦري البيلي جت ڏيکي تت پاڻي
"روحل" رمز رندان دي مشڪل ڪنهن هڪ ورلي ڄاڻي.

هہ

همراز هميشہ دلبر پريم لڌا وچ پيرا
عشق چراغ ڪيتي روشنائي مٽيا سڀ انڌيرا
لئون لئون دي وچ ٿي خوشحالي مليا محرم ميرا
"روحل" ريجهہ رهيا رنگ تيڏي ڪري عبادت ڪيرا.

ل

لقاءَ ڏيکڻ دي طالب هر دم رهن حضوري
هڪ پل پاسي مول نہ ٿيون پريت جنهان دي پوري
مٽيا درد لٿي دلگيري پائي سانت صبوري
"روحل" ٿي قربان تنها تون جي نور مليا وچ نوري.

الف

اول آخر سوئي ذاتي ذڪر فقيران
دردلبردي آپ ڪُهاون بنا ڪاتي تڪبيران
سڙدي سودي عشق ڳڌوني اهو پرچا پيران
"روحل" رُوءِ تنهادي ڏٺيان تن تات من ڏيران

ي

ياري ڪر عشق ڏتوئي ڪيتاعين ڪرامت
ويڪون شاهہ ڦرون متوالي لٿي من ملامت

اندي كون ول اکيان تيان مليا ايمان سلامت
"روحل" كون وكڻ نيڻان لڳيا تيرا نانءُ نعمت.

سي حرفي:

الف

الله كر ياد سدائت وحدت وچ گذارين
جيوڻ دي هن چار ڏهاڙي خام خيال گهارين
آي دنيا ڏوتي سب جڳ موهيا چيت چلين مت هارين
"روحل" راهه فقيري دي وچ غفلت مئون وسارين.

ب

بديان تون كرين سدائين فرصت كرين نه كائي
مين وچ لَلُ نه ليكڻ كوئي نكا كران كمائي
تيڏي راج ڦران البيلي وتان پانهن لوڏائي
"روحل" راز خصم دا جنهن تي جڳ سهاڳڻ سائي.

ت

تن گهول گهتين دلبر تئون سينا مول نه تنگين
جام شراب رند ان دي هتئون پريم پيالا منگين
چتي جند جواب سوالون تتي جهيڙي جنگين
"روحل" راهه رباني دي وچ ڏينديان سر نه سنگين

ث

ثابت كرانتر يامي جي تون عاشق تيوين
شوق شراب رند ان دي مجلس پل پل دي وچ پيوين
لهي هول حساب حشردا ڦير موتو اول جيوين
"روحل" رات يرم دي پچي نيهي نانءُ سڏيون

ج

جهان دنيان دا طالب چوڙ تنهين دي ياري
حرص هوا تڪبر ڪون تڪ مارين ڪيبر ڪاري
جنهان عشق الله داچايا تنهان تيڏي تاري
"روحل" تي قربان تنهان تئون جنها ممتا ماري.

ح

حضور هميشه هر دم پلي ڦري ڍونديندي
ڪامل مرشد ٻاجهون انڌي ناحق سڌ ڪريندي
وچ انڌاري بنا روشنائي ناحق هٿ مريندي
"روحل" خصم جنهاندي جهولي سُکي سي ئي جالنيندي.

خ

خالق دا خيال جنهان ڪون متي لڳي نه مايا
سي عاشق وحدت وچ وَروندي وسري سندر ڪايا
جي وت نيهن نماڻي ڪيتي رات ڳئي دن پايا
"روحل" رتن امولڪ مليا ياڳ پراپت پايا.

د

دماما دل دي اندر نريئي چوٽ چلاوين
پنج مواسي ڪايا دي وچ محڪم مار هٽاوين
هو ڪا ٿير حقاني والا ننگري سک وساوين
پيچي "روحل" در دوستان دي درسن بڪيا پاوين.

ذ

ذرا ڪچ تون ناهين جهر جهنگ تيڏيان جهوڪان
هِڪان دي گهر حلوي سيري هڪان دي گهر سوڪان
سڀ گهٽ دي وچ تون هين وسدا سڀ ۾ تيڏيان نوڪان

"روحل" کون تون آپ پلاوين پريم پيالا موکان.

ر

رانجھن دي سک جنھان کو ھر دم رھي ھميشان
سھڻي سيج نہ پاوي تنھان کو کيتي پريم پريشان
سي عاشق صادق نَرِيئون نيھي ھٽکي رھن نہ خويشان
"روحل" در دلبر دي بکيا پايا خير درويشان.

ز

زاري وچ رھين ھميشہ توڙي ملي دلاسا
اي جگ بازيگر دي بازي رکين نا پروسا
ڏاڍي نال شراکت کيھي کن تولا کن ماسا
"روحل" تيءُ رضا تي راضي پائين سک سوايا.

س

سڄڻ دا صحيح سڃاڻي کپيري وچ پيرا
لُون لُوَن دي وچ جھوک جنھين دي دل دي اندر ديرا
سر سرواھ کرين چاصدقي کيا لاکي ھڻ تيرا
"روحل" رات پرم دي پڄي متيا سڀ انڌيرا.

ش

شتاب عمر وھاڻي پيڇي کيا کريسن
جوين دي وچ کنڌ نہ پايو پُلي ھٽ مليسي
نال سھيليان آتڻ ڏي وچ کيھا منھن گھن ويسي
"روحل" خصم جنھين دي جھولي سک سائي جھليسين.

ص

صبوري کر دل کوڇبن جت سڄن دا واسا
ڏي سربار پرھ دا چائين مول نہ موڙين پاسا

چند وركا كليا وچ ويڙهي. كنهن كون ڦرين اداسا
"روحل" رتن امولك مليا پايا نهين نواسا.

ض

ضرورت مليا لوڙين كوڙي چاڻ نہ چول
كايا كوٺي قفل كفر دا عشق كنجي گهر كول
لونءَ لونءَ دي وچ جهوك جنهين دي ڏي پتكي گهر كول
"روحل" روح رتن هي تيڏا گيان كُندي گهت تول.

ط

طالب مطلوب ملڻ داكر گهن ساجهر سعيا
دل تيڏي وچ دلبرو سدا مرشد راهہ بتايا
جنهن دي درد ديواني كيتي سوشَهہَ الله ملايا
"روحل" روز ازل دا لكيا چندر جهولي وچ پايا.

ظ

ظاهر باطن سپ سائين بيشك شرك نہ آڻين
رك يقين ارادا سچاجي چاڻين سك ماڻين
كوڙي هرگرز جاءِ نہ لهيسن سچيان سائين ساڻين
"روحل" راهہ الك دا اوكا گيان عينك گهت چاڻين.

م

موهہ اهنكار كنون كرپاسا كام كروڌ كون ڍاوي
"روحل" مرڻا اڳي جوئي مردي ول موت نہ انهان تي آوي.

و

ويكين جنسار حقيقت والا ماهي هر جا حاضر
گگن منڊل دي گردش اندر نقش انهين دا ظاهر
گل ڦل جوت جمال دي شيدا ذكر ذاتي وچ ذاكر

"روحل" شڪ نہ آٿين ڪوئي اهو اندر باهر

## هہ

هدايت حق دي ٻاجهون جوڙ نہ ڪوئي جوڙين
چوراسي لک پيجري داسنسا سارا توڙين
نرمل نوري طوطي دا حال حقيقت ووڙين
"روحل" رمز رباني ٻاجهون اور طريقا ڇوڙين

## ل

لونءِ لونءِ دي وچ لات لطيفي اور نہ ڪوئي ٻولي
پريم ساگردي چڙهدي لهدي رهندي هر دم ڇولي
رتن امولڪ مل ڳيا مينون پرگٽي خالي جهولي
"روحل" آندهو يا حاصل پريم دي لڳ ڳئي هولي.

## ي

يقين دي منزل چاڻين عشق حقيقت عشق طريقت
عشق بناهِي عمر اجائي عشق عالم عشق هي دولت
چاڻ اهين ڪنون منهن نہ موڙين عشق هي مذهب ملت
"روحل" قول ايهو نہ فاسد عشق عبادت عشق هي طاقت.

## ڪ

ڪايا ڪوٽ دسين دروازي دل دلبر دا ديرا
لونءِ لونءِ دي وچ تي خوشحالي ڪيتا نوشہ ڦيرا
ڪوڙي ست گهتين دوزخ وچ تيسي سچ نبيرا
"روحل" رات ڳئي دن پايا مٽ ڳيا سڀ انڌيرا.

## ب

بي خبري دي نيد وچون آ دستنون پڪڙ ڪي دوست جڳايا
وچ انڌاري تي روشناني دلبر آڪي درس وڪايا

ذکر فکر دي جهڳڙي لٿي سيج اتي چڙهه نوشه آيا
ڏي ڳل ٻانهن پياري ستي سهج ڪنون چانگ لڳايا
هجر وصال ڪنون جند ڇٽي "روحل" وڃون روح الله پايا

ج

جنهن دي سڪ سوئي شه پايا لٽڪ تنهين دي لٽڪي
"روحل" پريت لڳي تنهن دي ڇوٽي دل ڇُل ڇٽڪي.

چ

چپ چپاتي ويڙهي دي وچ ميڏا نوشه آيا
نہ مين سرمون سينڌ ڳنڌائي نہ مين چندن لايا
لونءَ لونءَ دي وچ جهوڪ جنهين دي راضي رنگ لڳايا
مين مت هين نماڻي داچا سائين پاڻ وسايا
"روحل" راهہ فقيري دا ڪنهن ڀاڳ پرايت پايا.

الف

اهو رانجهن اهو ماهي اهو هير آکاڻي
جيوين پاڻي وچون تيون پالا نهين پالا اهو پاڻي
سڀ گهٽ دي وچ تون هي وسندا لالن لامڪاني
ٻهہ رنگي گهر ناهين ڪلي ديک دوئي شڪ نہ آڻين
"روحل" راهہ الله دا اوکا ڳاڳيان عينڪ گهٽ ڇاڻين.

ن

نہ نيهي لاڇهن جماعتان نااستاد سڏاون
دل دريا محبت دي وچ رات ڏينهان تڙقاون
جنهن دا درد تنهين دي درتي نت اتي آپ کهاون
سڀ صورت صاحب دي ڄاڻن دوئي دل نہ لاون
"روحل" رنگ هکي دي رتي سي سڀ ڪنهن سيس نماون

ج

جي نيهي وچ سڄڻ دي رات ڏينهان رنگ رتي
ڪنون شوق شراب حقيقي پي پي پيالي منگهه متي
دوزخ بهشت اِنهان تئون نياري نيهن سيتل نيهن تتي
"روحل" رات ڳئي دن پايا گهول انداري گهتي.

ج

جنهن ڪون نيهن لڳا گهر اندر ساڪيون ٻاهروتي
جنهن ڪون تار برهه دي لڳي چرخي تند نه گهتي
جا ڏئي ڳل ٻانهن ستي شهه سِيتي ساڪيون آتڻ ڪتي
"زوحل" رنگ تنهان داڳوڙها جي عشق رڱڻ رنگ رتي.

ج

جڏان تو اِيهه جيءُ پيءُ ڪر ماٺيا تڏان توراهه سجاتي
وچ دَروني جهوڪ رانجهن دي ڪول قفل پاءِ جهاتي
دل اندر ديدار سڄڻ دا چشما آب حياتي
"روحل" پر ڪر پيءُ پيالا ذات ملي وچ ذاتي

ج

جنهان زمز رباني لڳي سي ٿي صاحب البيلي
وحدت وچ وصال تنهاندا ڪرن نال سڄڻ هرويلي
دوئي دا داغ لٿا تنهن دل تئون نت رات ڏينهان دي ميلي
"روحل" رات هجر دي هٽي مليا يار سويلي.

س

سهٽي صورت ويکڻ ڪارڻ عسق لڳا من ميرا
سڪ سڄڻ دي آڪر لايا دل دي اندر ديرا
پنج مور تي محڪم ڪيتي گيان گهٽيءِ وچ گهيرا

"روحل" رات ڳئي دن پايا مت ڳيا سڀ انڌيرا.

ذ

ذات ملي وچ ذاتي ماهي نال تڏان سيابڻ آئي
انگ لکيا ڪاتب روز ازل دي ڪس ڪون خبر نہ ڪائي
نال رانجهن دي حق اسا ڏاتڏان تو محبت لائي
"روحل" رمز رباني لڳي پاڳ پراپت پائي.

چ

چشمان آب حياتي دا دل اندر حوض حضوري
سر دي سودي پنيدي عاشق پريت جنهان دي پوري
سي جينديان موتو ٿي ڪر هيٺي پايا سک صبوري
"روحل" رنگ هڪ دي رتي سي نور ملي وچ نوري

ج

جاڻ خودي تان خود ڪوپهچين نال خودي خود پائين
آهہ دوئي وچ ديدار سجن دا جيئن درپن وچ چائين
بنا ڪيف لطيف نہ لنيدا سڻ تان سچ آکائين
"روحل" رانجهن دل وچ وسدا ڍونڍ نہ سجيا جائين.

الف

ايهہ سنسار تڳان ٺڳ بازي اکين نال ڏٺوسي
ڏيک تماشا محب ملڻ دادل اندر ڳول لڌوسي
دستون ساقي ٿيا عنايت پرکر جام پيئوسي
"روحل" وچ رندان دي مجلس نوشهہ ڳول لڌوسي.

ت

تون درياهہ سيرمين مڇلي تون سنگ سدا سهيلي
تيڏي عشق بنا جڳ جيوڻ ڏکي عمر ڏهيلي

جس کون نهين لڳا نوشه داوتي راج ڳهيلي
"روحل" راز ضنم دا جنهن تي ساماڻي سهج سهيلي

ڪ

ڪوجو ڪامڻ ڪيتو دلبر بار برهه بچايو
چپ چپاتي ستي ڪون گهن دستون پکڙ جڳايو
دل اندر ديدار ڪيتوسي وچڙيا قيري ملايو
"روحل" ريجهه رهيا رنگ تيڏي اکين عين وکايو.

ڏ

ڏتا ساقي شوق شرابون پُر ڪر جام پيالا
گردش دور فلڪ دا سارا مت ڳيا ڏک ڪشالا
عشق خمار چڙهيا من ميڏي سدا منگن متوالا
"روحل" رنگ رانجهن داچوکا چوڙ کيڙا منهن ڪالا

د

ديدار دروني اندر پاء ڏتي جب جهاتي
تتا تاڙا ڪلف ڪفر دا ٿيا ذکر گهٽ ذاتي
اکڙيان اکين رنگ لڳو سي ڪليا باغ جناني
"روحل" عشق پيالا پيتا ڪنون وصال حياتي

خ

خانزاد ٻانهي جنهن در دي تنهن ستي کيها ماڻان
نال سائين دي ڪيهڙا ليکا جنهندا پيتا تاڻان
عشق جنهن دل اندر آکي لونء لونء وچ سماڻان
"روحل" آپ تنهن کو ڏتا جنهن هت جيء وکاڻان

الف

ات سندر ٻهه رنگي مورت من ميڏي وچ اٽڪي
لڳا عشق وسرڳيءَ ڪايا مٽ گيءَ ممتا مٽڪي
جنهن دي سڪ سوئي شهه پايا لٽڪ تهين دي لٽڪي
"روحل" پريت لڳي تنهن دي ڇوٽي دل ڇل ڇٽڪي.

د

دنيا ڍونڍ تي طالب ڪُتي سينا مل ڪر تاٽي
هڏي اتي هوڏتنهاندي وڙهندي عمر وهاٽي
انڌيان عشق الله دا ڇوڙيا پئي ولوڙن پاٽي
"روحل" راهه رباني ٻاجهون ٻي سب ڪوڙ ڪهاٽي.

ح

حج حضور تنهين کون لڪيا سچ سڪ جنهين دي
دل درياهه محبت دي وچ تانگهن تانگهه تنهين دي
رهن ٻي پرواهه هميشه ڪيا پرواهه ڪنهين دي
"روحل" رنگ رباني لاڳا پني آس منهين دي.

ڪ

ڪايا ميت پريت ڪر پٽرا تون محبت ڪلس چڙهائين
من محراب سدا لک قبلي جي تون شاهه ريجهائين
پنج جماعتي پڙهن نماز ان هر دم سانجهي صباحين
"روحل" روح ڪيتا مل سجدا حج حضور اتاهين.

چ

چڪي دل دروني اندر بني حوض ڪوثر دي
پر ڪرپيتي شوق شرابون وٽي عشق امر دي
جنهن گهر ڪون مين ڍونڍيندي گهٽي لڌي تنهن گهردي.

”روحل“ رات ڳئي دن پايا صورت دلبر دي.

ع

عشق چراغ ٿيا جب روشن ٿئي رات انڌيري.
گيا آنجن [illegible] پاءِ اکين دي الٿي ڪاڏي ڦيري
جت ديدان ات درسي سڀ گهٽ صورت ميري
”روحل“ رات ڳئي دن پايانا ڪو ويرنہ ويري.

سر سهڻي: **بيت**

ڪچي جي ڳنن جي جنين چري وس
سي پڪي پيرنہ ڏينديون من ڪي چارو ڏي چس
”روحل“ چوي تن جي جيئري جايون ڪس
سي ليٽي پونديون لَسَ تون مينهون پَسُ مَ متيون.

★

ڪچو جي چارين پيٽ چٽائي پانهجي
لالچ لڳي لوڀ جي وينديون نہ وارين
”روحل“ چوي ريج ۾ مينهون سڀ مارين
هنجون سي هارين ٿوري گهٽي ڏينهڙي.

★

جن چلهڻ سان چاڪ سي مينهون پس ميتون
ڳانيون ڳچيءَ جون سڀ ڪتين ڪيري جاءِ
جڏهن ورندي واهو ندي واءُ تڏهن جائون پوندن جان ۾.

★

مَانجي جيرا جن جا پڪي ڪپڙا پاڪ
چارو سو چرنديون جو موريو مينهن ماڪ
”روحل“ چوي ريج ڪان تن جي سرهي سُچي ساڪ

سي ٽڪي ڏين نہ تاڪ اندر اچا جن جا.

★

پڪو جي چرن تن جون مينهون پَس مَ ميريون
اوسر اچي نہ ان کي تونٽي گاهہ ٻُرن
”روحل“ ريج نہ رنجيون هوجي ڦانڪين منجهہ ڦرن
سي هڏين ڪين مڙن ڏڪائيءَ جي ڏڪ سان

★

ڪاچوتا ڪچين طنابي تِڪَ تاب مٿون
آٿي لام منڍي ۾ تا سوءَ سنيون سارين
”روحل“ رائر تن جا تا نالا پڪارين
سا ڪچي تا چاڙهين ساپڪي ٿيندي پڌري.

## سر پورب: بيت

جي ننگ چڏي نانگا ٿياتن نانگن کهڙا ننگ
گنگا ۾ ڳرگرنارجا تن سامين چڏيا سنگ
نڪي واهن سگيون نڪي چورن چنگ
”روحل“ لڳو رنگ تن لاهوتين لقاءَ جو.

★

جي تن ۾ تيرت ڪن سي گنگا وڃن نہ گودڙيا
تن سامين سنڌيءَ سڪ جا تا دونهان درد دکن
پير سچا تو پر جو لوچي وڃي لاهوتين
لڳو رنگ ”روحل“ چئي اندر آديسين
ڪوجي ڪاهوڙين اونهي ۾ آسڻ ڪيا.

★

اونهئي ۾ آسڻ ڪري وجي ماڳ لڌائون ماور
تن تي جا اٿ ئي پهر اڪنڊ ۾ ٿا ڪن تنوارون طور
اٿ "روحل" رات نہ ڏينهن ڪو نڪوسٽ نہ سور
وجي نوريءَ گڏ يا نور لنگهي پيا لاهوت ڪان.
نائي ڪنڌ ڪمان ڪان جن نهاريو ناسوت
راتيان ڏينهان "روحل" چئي اهي ماڻن ٿا ملڪوت
پير سڃاڻي پر جو وڃي جُتا ۾ جبروت
جوڳي جفائون ڪري لنگهي پيا لاهوت
سي آديسي آڏوت وڃي نانگا گڏيا ناٿ ڪي.



نانگا گڏجي ناٿ سان وري ٻيو پهہُ پيون
ساڃڻيائون. ڳالهڙي جوگر ڏس ڏتُنِ
لاحجاب ٻيني ويئڪ وڃوپن سڀ ويون
تهون پوءِ پيون وڃي پيوند پيچ پرينءَ سان.

## سر توحيد رباني:

جي تون صحيح سڃاڻين پاڻ اٿئي قيمت سندو قطرو
ڪوري ڪڍ قلوب مان مدائيءَ جو ماڻ
پري نهارڻ پرکي آهي سندو چڻن چاڻ
نت سائين توهي ساڻ راتيان ڏيهان "روحل" چئي.



صحيح سڃاڻج سچ مڙج مَ ملامت ڪئون
گهڙي پنهنجي گهٽ م پرواني جيان پڄ
ماري ڪڍج من مان ڪوڙائيءَ جو ڪچ
رنگ پريان جي رچ راتيان ڏينهان "روحل" چئي.

جي لڳو اٿي تان لاءِ هنيئڙو حبيبن سين
پائي پيچ پريت جا سپريان ڏي ساهه
وحدت ۾ تي واهه "روحل" رتي روح ۾
جي لڳو آهين تان لڳ پريان سندي پيچري
من مئون محبوبن جو صحيح سچاڻج سَڳُ
ڇڏي جوڻو جڳ وڃي "رُوحل" رتج رنگ ۾.

★

پڙهيا "ويد" ڪتاب جا تا ڏين ڏورانهان ڏس
سي سچ سچاڻن ڪينڪي موهيا پسي مَسُ
راتيان ڏينهان "روحل" چوي رڙهي تنهن ڪي رس
پير پريان جو پَس نائي ڪند قلوب ۾.

★

پڙهڻ پرجهڻ پاڻ ۾ وڏو فرق ٿير
ڪاڏي منهن محبوب جو ڪاڏي اکر اير
ساڻ سهائي سج جي چا موافق ٿيندو مير
جن صحيح سچاتو پير "روحل" رات نه تن ڪي

★

پڙهي پرجهيو جن سي عاقل عقل جا ڏٺي
سي موتو تي محبت ۾ پل پل پرين پسن
تن تسليون تمام ڪيون محب جن جي من
"روحل" متان تن لٿا حرف حساب جا

★

ڪاتب ڪاني ڪانهن جيان ڪاغذ تي مَ ڪاهه
اکر جي ادراڪ جا تَهُن ۾ لڪي لاهه

قلم جو قلوب جو مٿي وحدت واھ
سپرينءَ ڏي ساھ "روحل" رتي روح ۾.



ڪفر اسلام ۾ ٿا پرن ابتا پير
ھڪ ھندو ٿيا مسلمان تيون وڃ وڌائون وير
انڌن اوندھ نہ لھي تن ڪي سچ چوندو ڪير
پر "روحل" راھ پرينءَ جو گھڙي ڏٺو سي گھير
تہ رب مڙني ۾ ھيڪڙو جنھن ۾ ڦند ناھي ڦير
سا ڪا ڏي ڪندي پير جاسٽي ڪعبي وڃ ۾.



نہ مون سڌ نہ سار اچي عشق اتاريو اوچتو
"روحل" چوي روح ۾ تن پرين جي پچار
سي اڳڻ آيا سپرين ياد ڪريندي يار
ٿريا نيٽن نار پسي منھن محبوب جو



نہ مون جن نہ ڪن اچي عشق اتاريو اوچتو
"روحل" چوي روح محبت آھي محبوبن
سي سڄڻ آئيا تات جنين جي تن
جيءَ جڙ لڳي جن سي سائينءَ ميڙيا سپرين



جي چاتم چاڻ تہ وسين ويڙھي وچ ۾
عشق جي اھاءَ تي اچي ۾ پسايو پاڻ
"روحل" رنگ پسي ڪري يڪو ممتا ماڻ
سائين سدا ساڻ مون اڳيان آئي تي اجھيو.

ٻڌان جان ٻيهار تانِ تون اکين کان ڀي اوڏڙو
"روحل" وسين روح ۾ وٽ نه پايان وار
جيئن جو سڄ صبح جو تو کري باغ بهار
بيت نه پائيو ماڻهو ڏهي وحدت جو ويچار
دل ۾ کيا ديدار عشق جنين اکين سين.

★

جن کي عشق اندر ۾ تن کي اڄ نه ٻک
وحدت منجهه وصال جي تا سدا ماڻن سک
ڏور تنين کان ڏک جي "روحل" رتا روح ۾.

★

پنهنجون اکيون پاڻ ۾ جوڙي رکيون جن
سي سؤ پيرا ساعت ۾ تايل پل پرين پسن
تن تعصيلون تمام کيون محب جنين جي من
"روحل" متان تن لتا حرف حساب جا

★

وٽج وهائڻ کاڻ چو وڃين ٻئي هَٽِ
توکي پٽ پٽيهر پنهنجو اتي وٽج مڙوئي وَٽِ
جنهن ۾ نشو نيهن جو ساکا کوئي پٽ
"روحل" محبت مور نه مٽ توکي سک مان ٿيندو سوجهرو.

## سر نوري جام تماچي:

کني کوڙهي کوڙي اتي نيچ نماڻي
سگ سمي جي سُون کئي سب جڳ سيباڻي
جنهن راءُ ريجهايو پنهنجو سا "روحل" ٿي راڻي
ٻامر مرکي مهاڻي کانڌ جنهين جي کڇ ۾

ڪانڌ جنهين جي ڪڇ ۾ ساٿي سرئون سَر
سمي جي سهاڳ سان جنهن کي آيو نام نظر
جا مٿيءَ منجهئون ماٿهون ٿي "روحل" چٽي اُپر
ساڇوگهمي گهر هوت جنهين جو حمايتي.



رب تيو راضي تڏهن سالڪ جو سنگ تيو
ڪامل جي ڪرم سان تي اٽڪ ڪان آجي
رهي نہ رتيءَ جيتري "روحل" محتاجي
نوري نوازي چام سمي چاٽي ٻجهي.

## سر جوڳي:

جي يائين جوڳي تيان ڇڏ جيئڻ هي جنجال
ڪارڻ قوت ڪرار جي هٽئون ڏئين حال
راتيان ڏينهان روح ۾ خام ڳٽي تو خيال
اڄ سياٽي ڪنڌ تي ڪڙڪي ايندئي ڪال
هي مڏيون هي مال ڪم نہ ايندئي ڪڏهن



سائين سڀاجهو سپ جو آهي راهہ رفيق
آڏو آهي عشق جو بيحد بحر عميق
توحيدي طريق "روحل" نہ سجهي عام تو.



عاشق الاهي اياجي قضا ڪين ڪرين
نائي ڪنڌ قلوب تان نمازون نيتن
ڏين طوافون تن کي مڪوئي منجهين
روحل "روح" سندين هر دم هوندو حج ۾

برهہ بيراڳ جي جن کي جڙلڳي منجھہ جيءَ
سوجھي سچ سرير مئون تن پريين پاتوپي
مرڻ جيئڻ جو من مئون تن سامين لاتو سيءَ
نات نماڻو ٿي تہ وجي "روحل" رتو رام سان



جي رنگ رچي رام جي لاهوتي ٿيا لال
سر ڏنائون سٽ ۾ کايا مايا مال
وياتن کئون وسري کوڙا سڀ خيال
راتيان ڏينهان "روحل" چئي واليءَ ساڻ وصال
سي نانگ سدا نهال جن درسن پايو دوست جو.



جي تن ۾ تيرٿ کن سي گنگا وڃن نہ گوڏڙيا
تن سامين سندي سڪ جا ٿا دونهان دل ۾ دکن
پير سڃاتو پر جو لوچي لاهوتين
لڳو رنگ "روحل" چئي اندر آديسين
کوجي ڪاهوڙين اونهي ۾ آسڻ ڪيا.



اونهي ۾ آسڻ ڪري وڃي ماڳ لڌائون مور
تن جا اٺ ئي پهر اکنڊ ۾ ٿا کن تنوارون تور
اٺ "روحل" رات نہ ڏينهن ڪو نکوشش نہ سور
وڃي نوري گڏ يا نور لنگهي پيا لاهوت کان.



نائي ڪنڌ ڪياهہ کان جن نهاريون ناسوت
رات ڏينهن روحل چوي ماڻن ٿا ملڪوت

پيـــر سـجاڻـــي پــرجو جهـــت ۾ جبـــروت
جوڳي حـفـائـون کـري لـنـگـهـي پـيـا لاهـوت
سـي آديـسـي آڏوت وڃي نـانـگـا گـڏيـا نـات کي

★

نـانـگـا گـڏجي نـات سـان وري پـيـو پـهـه پـيـون
سـاڳـٺـايـون ڳالـــهـڙي جوگـــر ڏس ڏنـــون
لاحـــجاب بـــيـــنـــي ونـــيـــک وڃون ســـيـ وڃون
تـنـهـون پـلـڻ پـيـون پـيـونـد پـيـچ پـريـنءَ سـان

★

حو پـهـه پـيـو جوڳن تـن کـايـون کـلـتـائـون
جاتـــرا جوڳ جهـــار جي مـــور نـــه مـــڃائـــون
سـايـون ۽ سوجهائـون جنـهـن ۾ جوڳ نـه پـوڳ کـو.

★

کـو پـهـه پـيـو جوڳن پـريـان تـنـهـن پـار
جت گـنـگـا نـه گـودڙي نـکـو جوڳ جُهـار
نـکـو ذکـر نـه فـکـر کـو نـکـو سـڏ تـنـوار
نـکـا رات نـه ڏيـنـهـن کـونـکـا جيـت نـه هـار
پـيـهـي لـڏائـون پـيـڇرو اونـهـو جت اُجهـار
لـڳو رنـگ "روحـل" چئـي اتـي آديـسـين اپـار
جنـهـن جو آرنـه پـار ۽ جي تـت کـيـائـون تـکـيـو.

## ڪافيون:

سـچڻ مـون پـرکـيـو رهـيـو انـدر روح ۾
رهـيـو انـدر روح سـائـين سـانـجهـه صـبـوح
اڃو کـنـدس ان جا تـاري مـتـان تـوهـه

منهنجو من مٺي پيو چڙي ڪارا ڪوهه
وڻ ٽڻ وائي هڪڙي پريان جي پاهوه
سينگاريندس سنگ جيان ڏيئي روغن روح
”روحل“ رتو رنگ ۾ وينو ڪري ورهه.

★

پوءِ پروڙيم پنڌ وو جيجان جو ڳيڙن جو
نڪي ڏاهي هليا نڪي جوڙيائون هنڌ
نڪي ڏوتائون ڏوتيون نڪي ڏوتائون لنگ
نانگا نڪتا ننگ مٿون تن نانگن کهڙو ننگ
لڳو لاهوتين جو ”روحل“ تو ڪي رنگ.

ساري شهر ڀنڀور ۾ ★ سانول تنهنجي سڪ

سانول تنهنجي سڪ ڏادي شهر ڀنڀور ۾
گجهيون ڳالهيون شهر ڀنڀور جون لوڪون ڪرلڪ لاءِ
راتيان ڏينهان روح ۾ چولي ڪيو چڪ چڪ
سر ڏئي سرڪي سي پئن وٺيءَ ۾ پڪَ پِڪَ
”روحل“ روح الله سان وجي ٿيو هڪ هڪ.

★

ڏونگر ڇا ڪندو جبل ڇا ڪندو جڏهن پٺي آهيان حبيبن هنج ۾
بحاليءَ جي مڪان ۾ راس ڪونه رهندو
سچو امر الله جو وات وٺي هلبو
جاني هن جهان ۾ وت رَت روئندو
هيلا ڪيم هزار وريو ڪونه ورندو
”روحل“ روءَ نه ايڏو هل پيرين پنڌ ڪندو
پل صراط جي وات لحظي ۾ لنگهندو.

کنبڙيءَ ۾ ڪلتار ڏتوسي رانجهو رمزن وارو يار
وفي ان فسڪم افلا تبصرون مخفي هي اسرار
رمز اندن جي ڪو ڪو پرکي برهه جو باري بار
وهدت واري وات وتج تون وتي نه آڻج وار
"روحل" رهجان رمز انهيءَ ۾ ہي سڀ ڪوڙي ڪار

★

يار منهنجو مير تي آيو. ملي سند سنڌ ۾ جيءُ جڳايو
ڏيو مبارڪ ملي سڄڻ کي هنج حبيب جي اچي پٽيءَ هان
اهو منهنجو ميران جي تي هان ڪري ديدار ڏاڍي سکي تي هان
اڱڻ منهنجي پرين پيارو وڃي نوبت نيهن نغارو
رڳ رڳ ۾ وسي ملي آزادي ہڏي ہڏي سرپيار جو گيت ڳايان
مان اڄاڻ نيهن ڇا ڄاڻان ساڻ ويچاريءَ ڪرنه ماڻان
"روحل" جو ساهه سيباڻو مون ہانهي کي ڪٽي ڳل ڪٽي لائجان

★

نيهن لڳو من ۾ پياري جو پياري جو ڪلنگي واري جو
ہين ماٺهن کي موت ماري تو عاشق قتل نظاري جو
چنڊ ايريو دنيا ڏسي مان ڏسان منهن پياري جو
دنيا ۾ تڙي پيو آ هڪ گل هزاري جو
"روحل" گهڙي هجر جي وئي ڳولي لڌم گهر پياري جو

★

لڳو تير سڄڻ جو دل ۾ حيران بيٺي آهيان
قاتل اکيون ہئي يار منهنجي جون روز دنيا ليون وڙهن ٿيون
درد وندن جي مارڻ خاطر فوجون حسن جون چڙهيون
مان جو ڪوٽ ڪڍي اٽڪن رهن جگر ۾ وڙيون

"روحل" روپ رانجهي جون رمزان پائي پيچ اتي ئي اڙيون.



هي دل دلبر سائين جندو چوڙو سهندي ناهي
اکيون سکن تيون ڏسڻ خاطر لاهه پر دوکٽي سائين
توکان سوا هي دل ڏاڍي ماندي سيج ستي اکين ننڊ نه ايندي
بيٺي رستي تي پچان ويٺي پانڌي اڏر اڏر ڪانگ اڏاريان
ڪنهن سدوري سڏي ٻڌايو جا جاڳان ته جاني آيو
اکين ڏسي پرين ڳل لايو شادي جي ڪيهاٽي دهل وڄايان
عشق سوداگر اهو ڪم ڪيو سر جو سودو رانجهن سان ٿيو
"روحل" يار مليو هاٿي سڄڻ ڏٺي ٻانهن سيراندي سدائين سک وٺان.



اکڙين پريم جو پيالو پيتو کهڙي سکيون چالي
جت ڏسان اتي مهٽي مورت رانجهي منهنجي واري
رڳ رڳ ۾ آجاءِ جنهن جي جاءِ ناهي ڪا خالي
جنهن دل اندر ديدار نه ڪيو سا ڪاڏي نانگ ڪاري
"روحل" رنگ رباني رڱيو درجو پايو اعليٰ.

## بيت

نَو نشانيون نور جون عاشقن ۾ آهين
هڪڙي ويهنوائن تي ٻيو ڪائڻ نه ڪائين
ٽيون سر سپ ڪنهن اڳيان ٿا نميو نوائين
چوٿون ٻڌي ڪنن سان وري نه ورجائين
پنجون پهه پرينءَ سان ٿا پڪو پچائين
ڇهون ڪچن ڪينڪي ناتو نباهين
ستون سک سڄڻ جي ٿا لنؤ لنؤ لڳائين

اٿــون ڳالــهــہ عــجيــب جي ٿـا واري ورجائـين
نـائـون نـنـڊ نـيـٺـن کـي ٿـا جودئـون جاڳائـين
تڏهـن ٿـا سـيـبـائـين "روحـل" دوسـاٽـي دربـارمِ.



جي پـائـين جوڳي ٿـيـان ڇڏ جيـئـڻ هـي جنـجال
کــارڻ قــوت قــرار جي هــٿــئــون ڏيـئـن حــال
راتــيــان ڏيـنـهـان روح ۾ خام ڳٽي تـو خيـال
اڄ سـيـاٽـي کـنـڌ تـي کـڙکـي ايـنـدئـي کـال
هـي مـڏيـون هـي مـال کـم نـہ ايـنـدءِ کـڌهـين.



کـچـي جـي ڳـنـــن جـي جـنـيـــن ڇـري وس
سـي پـکـي پـيـر نـہ ڏيـنـديـون تـن کـي چارو ڏي چس
"روحــل" چوي تــن جي جيـئـري جايـون کـس
سـي ليـٽـي پـونديـون لـس تـون مـيـنـهـون پـس مَ مـيـتـون.



ماٺهون ڇون روحل تو ڳالهائي کو چوي تو ذات زنگيجو
نـاهي روحـل نـاهـي ذات زنـگـيـجو هـي کـوسـر الاهـي آ
کفـر اسلام ٻنـهي کـان نيـارو جيئن پـاڻي اندر ڏسين تـارا
دل دريـاهـہ ۾ بـيـک اسـان جو جيـئـن پـاڻـيءَ ۾ مـڇـي آ
کـئـي کـوڙو کـئـي سـچو سڏن ٿا رمز رندن جي نہ ٿي سمجهن ٿا
هــو ڇا ڄاڻــن سـال اسـان جو جنــهــن دل ۾ داغ کــاڙو آ
کـامـل مـرشـد راهـہ ٻـڌائـي "روحـل" وڇون روحـل الله لـڌم
آخر ذات مـلــي وڃ ذاتـين ڏنـي تـو عـشـق گـواهــي.



رانجهن وسي ٿو دل جي ويجهو گهوري ڇڏيان تنهن تئون کيڙو
اسان جي پريت سئي جاءِ جت رهي ٿو رانجهو ويجهو
ويئي ڏسان سانجهي صبوح طنعا ڏين ٽا ڏکيون پيڙان
منهنجي دل ۾ تنهنجون جايو ڊچندي لکي سگهان ماٺهڙا
لڳيون عشق تنهنجي جو نوڪان توبن مور نہ وڻن ويڙها
سيج مٿي ڇڙي دلبر آيو سڪ مان ڪٺي مون سيني لايو
جنهن جي آهيان اهو مليو لڳي محبت کي ڪير ٻگاڙي.
دلبر دل جي دري کولي لک ڇوراسي جي مون ٻولي سمجهي
"روحل" چنڊ پيو اڄي جهولي ٽٽا سيالن جا ڪوڙا جهڙا

بيت

هير ڪنون تدبير ڳٺي جڏ ان پريم پڙهايس پٽي
نيٺن ننڊ نہ آوس نيڙي هيڙ پٽي سر پٽي
سالهون ساڙ سٽي سراتون پاڙ ڪيڙان دي پٽي
چتي چوڙ پٽي اتي چار ماري سر پٽي
جهوڪ ڏهون ول ويندي هيري پاڙ ڪيڙيان دي پٽي
ڏيندي ٻاهہ ڪيڙيان دي ويڙهيان ڪون اوچو ڏٽيئون سر پٽي
"روحل" رانجهون هيردا يارو عشق لڳا لٽ پٽي.

★

پکو چرن تن جون مينهون پس مَ ميريون
اوسو اڄي نہ ان کي توڙي گاهہ ٻرن
"روحل" ريجهہ نہ رنجيون جي ٿانگين منجهہ ڦرن
سي مڏين ڪين مرن ڏوگاهي جي ڏک سان '

★

مارڻ هيردي ڪيتي ڪيڙا نت نت گڏان ڪتي

پاسا پلنگ نہ ڏيندي هيري ڳُهہ ڪيڙيان دي ڪتي
ڪاندي مول نہ طعامان هيري ٻن ڪيڙيان دي ڪتي
شربت هار گهتي ناپيوي ڳُهہ ڪيڙيان دي ڪتي
”روحل“ رانجهو نال شرماوي هير ڪيڙي تو ن ڪتي.

## قولا:

- فقير جو ملڪ نرالو آهي سڀ ماٺهون اورتي رهجي ويا.
- پرين جي محبت اهڙي تہ لڳي آهي جو ٻيون ڳالهيون ڀلجي ويو آهيان
- جنهن گهر مان تون آئين ان گهر ڪلندو ٻين سان گڏ وڃ.
- برسا پيار جا بادل گهنا مينهن برهہ جي بوند پوي جنهن تي
  ڏينهن ڏينهن وڌيڪ نياپا موڪلي.
- پياروءِ وٺو املهہ رتن وٺو ڪيئن ڊايا آهيو.
- رب جي نالي جي دولت مرشد ڏني ۽ سرجي سودي ۾ پيالو پياريو.
- روحل نام رکايم مان آهيان پاڻ اهوئي سر رب جو سرڏٺي
  سڀ فقير جي سر جو تاج
- فقير جند جي ڳٺتي ڇوڪري منهنجو رب تہ وڏو شاهوڪار آهي
- رب جي ورد ۽ رب جو نياپو سڌ نيا پي جي نہ رکيہ
- رب رب ڪري لاهي نہ پهتا اهو اولو آهي.
- هندو ترڪ ٻئي ظاهر ٽيا ڇئي سمجهائي ٻنهي کي سڏيم
  جيڪو بہ اچي منهنجي راهہ ان کي امرلوڪ وٺي ويندس.

• فقيرن کي رب پيارو لڳندو آ اندر ۾ گنگا جمنا اندر ۾ تاڪرو دوارو اندر ۾ وشنو برهما اندر ۾ ئي سج ۽ نولک تارا آهن روحل سچو گهر ڳوليو يار اندر ۾ مليو.

• آدم ٻه مان ڪونه ٿو ڪو منهنجي اشاري واري ڳالهه سمجهي انت ٻه مان

• سنت صاحب توهان ڇٺو ڪنهن کي ڪهڙو صاحب تنهنجو نالو ڪنهن جو ناهي ڪٿي ان جو گهر آهي

• فقير مٺو ڪوڙائي ڪوڙي جٺيا ٻڌي ويٺو سڀ ڪو سندس روپ ڏسي پلجي ٿو.

• دلبر سا دل لائجي ته ڪنهن کي نه ٻڌائجي.

• اڄ مون وٽ سنت آيو رب منهنجو پيارو
تنهن تان گهڙي گهڙي صدقو ٿيان

• دولت جي هوس جي ڦند ۾ سچا ماڻهون هنس ٻڌجي ويا.
باقي سچا فقير اوڏانهن نه ويندا.

• فقيرن سا ڏن ڪنهن ٻه منهنجو انت نه لڌو.
پنهنجي واري سان هر ڪوئي ڇان ڏئي ويو سوائي

• رب جي گهر جي جاڻ ڪانسواءِ رب جي دربار نه ليندي

• مان آهيان صاحب سروَجو مالڪ خلق جو خلقڻهار

• فقير ڪوئي سمجهي ته راز هن طرح ڄاڻي ته فقير ڏسندي نفرت نه اچي

•فقيرات صلاح اٿئي ته راهه ۾ هل منهنجي پراڻي صلاح مڃ.

• رب هڪ آهي اهوئي هر سر ۾ ڏٺم سوئي
جتي ڏسان ته نرمل جو نور آهي سڀ ۾ پرپور

• رب جي صفت ڪيو جو اندر ۾ ڪير هجي
سو هڪ هڪ آهي سچي دنيا ۾ ٻيو ڪٿي ٻه ڪونهي

• جڏهن هڪ ڏسڻ ۾ آيو ته ان جو تاب پلو هئي.

روحل ۾ ئي رڳجي ويو مرشد جي روشنيءَ سان

• روپ روپ ۾ ڪيئي روپ ڏٺم جتي ڪٿي روپ
مرشد ڳالهہ سمجهائي تہ روحل روپئون روپ

• منهنجو تہ رب سان پيارو ٿي ويو آهي.

• جن عشق جي چاشني چکي ڏٺي ۽ پيتائون پريم جو پيالو
اهي ڄاڻندا ٻي ڪي ڇا خبر

• مان اياڻو نيهن ڇا ڄاڻان برهہ بہ شيهير
نانگ ساماڻو کهڙو نہ ڏنگ هنيائين

• رانجهن رب کان دعا گهري ورتم
روحل توبهہ آکيڙن پيڙن کان

• لکي کو ڄاڻي تن ۾ جنهن کي سور پهريان مري پوءِ جيئي
امر پيالو اهو فقير پيئي.

عاشق اوراد ۾ اياسي قضا ڪين ڪرين
نائي ڪند قلوب ۾ ٿا نمازون نيتن
تن طواف تن ۾ مڪوئي منجهين
"روحل" روح سندين هر دم آهي حج ۾

★

نڪو خير ڪلڻ ۾ نڪو روئڻ ۾ رس
نڪو سک سمهڻ ۾ نڪو جاڳڻ ۾ جس
ذڪر ساڻ زبان ڪرڻ ايءُ پڻ اوريون ڏس
تون من جو مرشد پس "روحل" پنهنجي روح ۾

★

ٻي هٽي پاڻ ۾ پسڻ جان پيهي
تہ نڪا خلق نڪو مَلڪ نڪي اسين ئي
اسين ڳوليون جن کي سي پڻ اسين ئي
ٻي وائي ويئي "روحل" هونگ پريان دي هڪڙي

★

ٻَڪن مڙيئي ٻات تات نہ ڪنهن جي ٿن ۾
ٻڌيون سٽيون ڳالهڙيون ٿا واڪاڻن وات
پر ظاهر ٿيندن ذات رهٽيءَ مان "روحل" چوي

★

جن ويراڳ وجود ۾ "روحل" سي راڻا
وڃي در دوستن جي صوفي ساماڻا
اهي اڳهاڻا جن وتي واٽ ويراڳ جي

★

برهہ ۽ بيراڳ جي جن کي جڙلڳي منجهہ جيءَ
سوجهي سچ سرير مٿون تن پريمين پاتو پيءُ
مرڻ جيئڻ جومن مٿون تن سامين لٿو سيءُ
نات نماڻا ٿي وجي "روحل" رتا رام سين.



جي رنگ رچي رام جي لاهوتي ٿيا لال
سر ڏنائون ست ۾ ۽ کايا مايا مال
ويا تنين کئون وسري کوڙتا سڀ خيال
راتو ڏينهان "روحل" چوي والي ءِ ساڻ وصال
سي نانگا سدا نهال جن درشن پاتو دوست جو



جي ننگ ڇڏي نانگا ٿيا تن نانگن کهڙو ننگ
گنگا ۽ گرنار ۾ تن سامين ڇڏيو سنگ
نکي واهن سگيون نکي چورن چنگ
"روحل" لڳو رنگ تن لاهوتين لقاءَ جو.



## شاهوءَ فقير جا سوال
## روحل سائين جا جواب

سوال: پوري گرکون کيون کر لکيئي کبڌ پڙي پهچان
شاهواب عرض کري ڏيو وسرب گيان
گيان بنا گم نا پڙي جب ست گرُ کهہ سمجهاءِ
شاهو پر کرپا کرو ڏيو ترت لگاءِ



جواب: ست گر پورڻ پُرس هي سدا رهي بي پرواهہ

روحل اړ راجه ڀيورا جن کو پاتشاھ
رنگ اوچو اُو جلو نيشان مانهين نور
روحل وچن ٻولئي موتي پڙي کوئي چڳي ھنس سور
ناھين کام ناھين کروڌ ناھين لوڀ نه موھ
آشانا ترشنا وانکي دغا باج ناھين ڊوھ.

★

سوال: اوتو ست گُر آپ ھو کنچل نر آڌار
سرپ ستي کي نات ھو صاحب سرجڻ ھار
ميري تورب آپ ھو ڏو جھانا ھين کوء
ايک چيلا ڏوجھا ست گُرو تيجا صاحب ھوء
ان تينا کانرٽا کَرو ايک ايک بيچار
کرو سيوڙا ھم سون کَ سبد کي پرکار

★

جواب: جيون سورج آکاس ماھين ڏيسنت ھي کاشي
اس کاشي کو چلتو پيو پھونت ھي واشي
تيون سَت گرُ چيلي کوبيچار تينان ماھين ايک
ايکوئي ايھو ايک ھي جس مون سَرب انيک
ڏيکنت چولي دنياپئي کري کو سنت برول
کوج بتائون ابوجھه کون پرم متاون پول.

★

سوال: آپ تي اِت پت کِم کريئي کِم کر منديو ماندڻ
شاھو کھي صاحبا اس کو کيجي چاڻ
پھلي کياھتا پيچي کياپيا کيا کيار چيار کيل
شاھو سرٽي آپ کي آپ کھو کوئي اُکيل

جواب: غيبي هَتا غيب ۾ آپ اڪيلا ايڪ
ميري اپڻي آپ مئون پيا انت انيڪ
پهلي پريم مجهه ڪو پَيا ڪينا آءِ ڪلول
اس پريم سون سمجهه اُٺي جيون برم درياهه ڪي ڇُول
ميري نج سَروپ مون پيو سورهن ڪلان ڪو پرڪاس
گپتي گهور اندارئون اونچت پيو اجاس
جڳ مڳ جڳ مڳ چوڏس چاندڻ ڏرتي تاپي ڏام
اها جڳ مڳي هنسان ڪي پڳتان ڪو وسرام
پيچي ڏام دوجهي پئي اڪنڊئي اُجوال
هنس اجوالي ان ۾ سدا رهي متوال
دوجي سون تيجي پئي ڏام ڪو نام اجاس
جيهان پريت بڻيي هنس ڪو استان ڪيجي ديش
روحل ڪهي شاهو سنو جم جو راور هوءِ
اچي اجلسي هنس هي پيو آهه نواس
ميري نام امل بنا ڪبهُ هون نه ڇوٽي ڪوءِ
ميري جم ڪي مُڪ وسي جاڙان آڪاس پاتال
چوڏس لوڪ ايڪويس برهمنڊ جن پرجم سپاريو جال

**شاهو فقير 1815ع 1748ع** دوها

شاهو تا وواٽ ڳيا سون هئون ايڪ اپار
موزڪ انڌا پوٽ پرسر پرراڪي بار

★

مليا بچڙا تو ڪهون جي ڪارج ڪارڻ هوءِ
شاهوا ڪورم رهيا دوسرا ناهي ڪوءِ

★

نام روپ سپ ترنگ جل کيون کراترون پار
ست گور پورا کا ڊلي پکڙ اتارو پار

★

شاهو آتم رام سپ دور درشت سپ تياڳ
سُن ري مورک چيت تون اڳيان نند سون جاڳ

★

## غلام علي فقير پهريون

دوها

غلام علي اب آپ مئون سهجين رهيو سماءِ
گور شاهوکي چرن ليو جب سيس لگاءِ

★

دودن کانيهڙا لگا تين گٽا کي تيک
غلام علي اب آپ هي کم پيوا ايک انيک

★

پڳوان سارا سمنڊ هي اور لهراسي کي مانهه
غلام علي پڇاڻيا تہ لهر سمنڊ بن ناهہ

★

کرم شيوا رام کي جو جڳت کو مول رام
داس کو تان داس هي ايهہ توجن غلام

## دريا خان فقير

دوها

پريم پارکو کونهين جو کري پريم پڇان
دريا خان جس گهٽ پريم هي اونهان پر گهٽ گيان وگيان

★

ايک کهون تو دوڏسي اور دو کَهون توتين

تم ست گُور ڪا وڏيان هومئن هون مت اڏين
لڪ پيولائين ڪروڙين قربان ڪرين
وائي اگم نگم مجي مُک سان تو ڳائين
جڏهين پاڻ وڃائين تڏهن پسين پرکي



جنسين پسيو پِر کي سُکي ٿيا سيئي
اندر ٻاهر انهن ڪان درشت هڪا پيئي
جنم ۽ مرڻ جي چنتا سڀ ويئي
پاڻ ۾ پيهي ڏٺئون الک اکين سان

**نظر علي فقير:** **ڪافي**

مون من ٿيو مستان ٻڌي ڳالهه پرينءَ جي
دل دور ڪاڏو دِايون
عشق عشاقن آيو ڏس تو ۾ ڪري طوران
سمش الحق منصور جي سر ستم ستو صغان
باري بار برهه جو سائين ڪنيو نه زمين نه آسمان
ڪوڙين مئون ڪي نامور سائين گوءِ ڪٽڻ ميدان
جرئون ڏنائين جوش مئون ڪيائين بندي تي احسان
اوڪائي باب ڪئون ڪدي ڪيائين صحيون سلطان
رحمون "روحل" شاهه ڏنوسون چسب چارو چوغان
وڃي وڏائين ملڪ انهيءَ ۾ جت نادين نا ڪفران
لڪين لهريون لس وهن پيو موج متومهراڻ
حق حقيقت تي هڪڙي ڪنهن سرسليو سبحان
دولهه دريا خان ڏنو سون بيبهادر دان
ڪڻ الم هٽ عشق جو اک نيهن نظر علي نيشان

**در محمد فقير "مسڪين" ڪافي**

عاشق آهيان اسرار صوفي سر سڏايان ٿو.
صوفي سر سڏايان ٿو پنهنجو پاڻ ڇپايان ٿون.
عشق ڳالھ انهيءَ جو ڳولو وهم دوئيءَ جو ڀڃي ڇڏ پولو
نيهن ڪيو نروار رنگ ۾ رنگ رلايان ٿو
مول تخت چڙهي آسڻ ڄاتم صحي ڪري پنهنجو پاڻ سڃاتم
گل ٿيا گلزار لنءُ لنءُ منجهه لڪايان ٿو
دل درياھ جون موجون ماڻيم وهم دوئي ڍاهي سڀ ڏاريم
عشق لڳو اگم اپارسو هئن سڀڏ پڙهايان ٿو
سن ٽنڪر چڙهي ڪيم بستارو ايريو سچ حقيقت وارو
اتي اچي ٿيس اظهار "در محمد" نام ڏرايان ٿو.

**نواب فقير :**

جڏهن عشق اجارو ڄايو تڏهن عاشق کهڙا مڙڻ وھ واھ
عشق مومل جي ڪيا پسارا نت نت گهائن گهوٽ ڪنوارا
محبت محل اڏايو ڪيائين مقام مسڻ وھ واھ
عشق جي جولان م محبت جي ميدان ۾
پيچ پرتئون پايو لُڏي لائق سو مُور مڪڻ وھ واھ
عشق عقل ڪيو جهيڙو جهڳڙو عشق فرهاد من کي لڳڙو
مٿن جو ٽڪر ٽُڪايو پٽي پاڙئون سوپاڙ پهڻ وھ واھ
نيهن جو نانگ جنهن کي ڪائي توڙي حڪيم طبيب پڇائي
سوين حڪيم سڏايو لڳس عشق ته ڪاڏس ڪڻ وھ واھ
رمزي "روحل" روح ۾ آيو ڪيئن لڪايان رهي نه ڇپايو
جنهن جو نيهن نواب سوايو تنهن جا پڌرا پار لڇڻ وھ واھ

★

**علي نواز فقير:**

ستي هوتي هم جاڳي ميري مندر سکي صاحب آيو
ستي هوتي موهہ ست گوُر جڳايو نندر اڳيان کي ڀاڳي
پيالو پايو سبد سنايو ترت پيو هم تياڳي
انترما مانهہ رهيہ غلطانہ پريت پيا سنگ لاڳي
گور پرتاب پريم پڇن سون پايو پورن پد ساڳي
علي نواز دريا خان ست گور آۓ مليو اڻ راڳي

**ڪرم علي فقير ڪافي**

ڪيو حيران اوهان جي ديدار مونکي
ناهي سک آرام جو خيال مونکي
مئہ پيالو پيئان سڄڻ سان نيئي گڏ رهان
ناهي ملان قاضيءَ جي پرواهہ مونکي
ناز اهوان جي مستان کيو نحو صرف جو ڪسب وايو
ناهي روزو نہ ياد نماز مونکي
خيال زلف جي ڪمند وڌ اوسري ويا سڀ ڏنڌا
”ڪرم علي“ چوي سک جو آهي ساز مونکي

★

عاشق الست وڃن حاجي مکي وڃن
هو سُڄ پسي سرها ٿيا هو تن ۾ طوافون ڪن
الست بربکم پڌائون تہ ساڻ ڪنن
هر دم پاڻ ڏسن ڪٿي قلب اندر ”ڪرم علي“ چئي

★

عاشق عشق ۾ ستِ وجود جوڙين
ڪعبو قبلو پنهنجو پاڻ ۾ جوڙين

منجهہ چشمون الله جو تنهن ۾ خيال كوڙين
ڏيل اندر ڏورين قلب اندر "كرم علي "چئي.

## خدا بخش فقير سي حرفي

الله دي ذات اول هي رنگ نكو بيرنگي
كن فيكون وچون جڳ جوڙيس بيرنگي تيارنگي
كتان ايراني كتان عراقي كتان رومي كتان زنگي
كتان سُني كتان شيعا كتان صوفي كتان ڀنگي
"خدا بخش" هِكا حق كنون اسان محبت منگي

★

قلب مؤمن دا جنهن كون آكن عرشي الاهي
عرش سيئي هن فرش جتاهين برهہ سندي بادشاهي
سچي سك والي وچ ملدي كُوڙئين كل نہ كائي
"خدا بخش" ملين دم دم وچ هي جڳ فنا فنا هي

## فقير محمد حسن كافي

دلدار ڏي دلاسو دلبر آهيان ديواني
چڙهيو شوق وچون شكاري ماريوني كان كاري
دلڙي ڦتيئي ويچاري هي هي تي هان حيراني
نيڻا دي وچ فوج چتكي مزگان دي ديک ڪتكي
هتكي نہ مول هتكي اها رضا تہ رباني
رو ورپچان مين راهان نت نت كران نگاهان
ڀاليئي برهہ ديان باهيان جِي جَل رهيا وي جاني
"محمد حسن" مدامي در تيڏي سلامي
دعوا ركي غلامي كر محب مهرباني.

**ڪنڊڙيءَ جي درگاهه جا طالب:**

**صوفي جلال فقير ٽالپور ٽالپر وڏا**

سورهن چٽيون مون ڏٺيون آهن لال رتيون
هر ڪنهن ڪان هيڪليون ورهائي ورتون
ڪنين سان رٺيون تہ ڪنين سان پرتيون
اچي هوڏهون پاڻ تہ هنيائون شرطون
وڏي ڪير جلال چوي ساهيڙيون سرتيون

**صوفي ٽانور داس شڪارپور:**

اوهين سوال ڪريو رب کي سرتيون
هي نماڻي ملي وڃي پنهنجي ورکي
پنڌ پتر جو اديون مون اختيار ڪيو
پوءِ پنهل جي پلا ڪنديس ڪچاڙو
آءُ تي ظاهر چوان سڀ کي سرتيون
پارت ڪريو ڪا منهنجي پرور کي

★

قرب ٽانور سان ڪريو آرياڻي
پنهل آيو پاڻ سڃاڻي
جنهن جو قدم لڳو لب کي سرتيون
اهو عرض آهي صوفي سرور کي

**مراد فقير زنگيجو:**

مراد فقير روحل فقير جو پهريون طالب جو
جيڪو روحل فقير سان گڏ رهيو ۽ سندس
روحل فقير جو وڏو راز هو
مراد فقير تمام سٺو صوفي شاعر بہ هو
سندس ڪلام مان بيت بہ هتي ڏجي ٿو

پـهـريـن مـارج پـاڻ پـوءِ نـهـارج پـريـنءَ کـي
هـوت تـنـهـنـجي هـنـج ۾ پر مـوتـو تـي تـون مـاڻ
اصـل عـاشـقـن جو اتـئـي اهـوئـي اهـڃاڻ
ساهـئـون اوڏو سـاڻ اتـئـي مـحـب مـراد چوي.

★

ٿـوڙهـه مـنـائـي ٿـوٽ کـٿـي مُـنـائـي نـه مـن
اولـو کـري عـام کـان تـو پـنـين آتـا ان
کـاپـڙي تـو کـن چـسـن لاءِ چيـرايـا.

★

اهـي واسـنگ ٿـي ويـا جنـين مـڻ مـتـي ۾
مـڇي خور "مـراد چوي" آهـن گـهـٽـائـي ٻـيـا
وڃي هـاڻ رهـيـه سـانـدن جهـڙا سـپـڙا.

حق موجود

**سرائيڪي بيت:-**

دنيا ڍونڊ تي طالب ڪُتي سڀنامل ڪرتائي
هڏي اتي هوڏ تنهان دي وڙهندي عمر وهائي
انديان عشق الله دا ڇوڙيا پئي ولوڙن پائي
”روحل“ راهه رباني ٻاجهون ٻي سڀ ڪوڙ ڪهائي.



ڪايا مسيت ريت ڪو پر ڪرٽي ڪلس چڙهائين
من محراب سدا رک قبلي جي تون شاهه ريجهائين
پنج جماعتي پڙهن نمازان هردم سانجهي صباحين
”روحل“ روح ڪيتامِل سجدا حج حضور اتائين



حج حضور تنهين ڪون لڪيا سچي سڪ جنهين دي
دل درياهه محبت دي وچ تانگهن تانگهه تنهيندي.
”روحل“ رنگ رباني لاڳاپُني آس مينهن دي



جڪي دل دروني اندر بڻي حوض ڪوثر دي
پرڪر پيتي شوق شرابون وٽي عشق امر دي.
جنهن گهر ڪون مين نت ڍونڊيندي
گهٽي لهي تنهن گهرڏي
”روحل“ رات گئي دن ٻايا سڀ صورت دلبردي



عشق چراغ تيا جب روشن بيتي رات انڌيري
گيان انجن پاء اکين دي الٽي ڪاڏي ڦيري.

جت ڏيکان تت درسني سڀ گهٽ صورت ميري.
"روحل" رات گذي دن پايا تان کو وير نہ ويري.

★

چشم آب حياتي دا دل اندر حوض حضوري،
سردي سودي پيندي عاشق پريت جنهان دي پوري
سي جينديان موتو ٿي کري بيٺي پايا سک صبوري
روحل رنگ هڪ دي رتي سي نور ملي وچ نوري

★

چاڻ خودي تان خود کون پهچين
نال خودي کون خود کر پائين
اِهہ دوئي وچ ديدار سجن داجيون درپن وچ چائين
بِنا کيف لطيف نہ ليدا سُڻ تان سچ اکائين
"روحل" رانجهن دل وچ وسدا ڍونڍ نہ سجان جائين.

★

ايهہ سنساري ٺڳا ٺڳ بازي اکين نال ڏٺوسي
ڏيک تماشا محب ملڻ دا اهو فکر پيوسي
چشم آبحياتي دا دل اندر ڳول لڌوسي
دستئون ساقي ٿيا عنايت پرکر جام پيتوسي
"روحل" وچ رندان دي مجلس نوشہ ڳول لڌوسي.

★

تون درياهہ سُير مٺن مڇلي تون سنگ سدا سهيلي
تيڏي عشق بنا جڳ جيوڻ ڏکي عمر ڏهيلي
جس کون نيهن لڳا نوش داروتي اڄ ڳهيلي

”روحل“ راز خسم جنهن تي ساماٹي سچ سهيلي

★

ڪوجو ڪامڻ ڪيتو دلبر باب برهه بچايو
چپ ستي ڪون دستون پڪڙڪي دوست جڳايو
دل اندر ديدار ڪيتوسي وچڙيا ٹير ملايو
”روحل“ ريجهه رهيا رنگ توڏي اکيان عين وڪايو

★

ديدار دروني اندر پاءِ ڏٺي جب جهاتي
ٹتا تالا ڪلف ڪفردا تيا ذڪر گهت ذاتي
اڙيان اکين رنگ لڳوسي ڪليا باغ بسنتي
”روحل“ عشق دا پيالا ڪنون ي وصال حياتي

★

ات سندر ٻه رنگي مورت من ميڏي وچ اٹڪي
لڳا عشق وسرڳئي ڪايا ٹت ممتامتڪي
جنهن دي سڪ سوني شنهه پايا لٹڪ تنهندي لٹڪي
”روحل“ پريت لڳي نهي چوٹي پائي پيچ چت چٹڪي

★

چپ چپاتي ويڙهي دي وچ نوشه آيا
نه مئن سرمان سيند ڳنڌائي نه مئن چندن لايا
لؤن لئون دي وچ سهج سماٹا تي راضي رنگ لايا
مين مني نماٹي داچا سائين پاڻ وسايا.
”روحل“ راهه فقير دا ڪنهن ياگ پراپت پايا

★

نہ نيھي لائن جماعتان نہ اوستاد سڏاون
دل درياھہ محبت دي وچ رات ڏينھان تڙڦاون
جنھن دا درد تنھين دي درتي نت اتي آپ کھاون
سپ صورت صاحب دي جاڻن دوئي دل نہ لاون
"روحل" رنگ ھکي دي اتي سي سپ کون سيس نماون



جنھن کون نيھن لڳا گھر اندر ساکيون پاھروتي
جنھن کون تار برھہ دي لڳي چرخي تند نہ گھتي
جا ڏيئي ڳل پانھن ستي شَھہ سيتي ساکيون آتڻ کتي.
"روحل" رنگ تنھان داڳوڙھا جي عشق رنگڻ رنگ رتي.



ذات ملي وچ ذات ماھي نال تڏھان سيابن آئي
انگ لکيا کاتب روزازل دي کس کون خبر نهکائي
نال رانجھن دي حق اساڏي تڏان تہ محبت لائي.
"روحل" رمز رباني لڳي يا ب پرايت پائي



جنھان رمز رباني لڳي سيئي صاحب البيلي
وحدت وچ وصال تنھان کون نال سجن ھرويلي
دوئي دا داغ لٿو نيھن دل تون ڦٽ تنھاندي ميلي
"روحل" رات حجر دي ھٽي مليا يار سويلي

# مددي ڪتاب

صوفي روحل فقير علي نواز شوق ----------2001ع

ڪنڊڙي وارن جو ڪلام لطف الله بدوي ------- 1960ع

روحل فقير جون رمزون (قلمي) صوفي شفيع محمد صادق چوٽون

سنڌي ادب جي مختصر تاريخ ---- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

رسالو صوفي روحل نمبر -------------- 2003ع

